عبدالوهاب السندي

# سنڌي مرثيه نگاري

پروفيسر نعيم تقوي



ملڻ جو هنڌ :- آزاد بڪ ڊپو صدر بازار
حيدرآباد

عبدالوهاب

# سنڌي مرثيه نگاري

هديو ۷٥ پئسا

[ ڇاپو پهريون ]

( سڀ حق ۽ واسطا برائي مڪتب ضياء حيدرآباد )

هڪ روپيو

---

هيءُ ڪتاب محمد هاشم عرف مخلص خان پرنٽر ۽ پبلشر پنجتني پريس اسٽيشن روڊ حيدرآباد ۾ ڇپيو

۽

مڪتب ضياء حيدرآباد پنهنجي خرچ سان ڇپائي پڌرو ڪيو. ٢٠ اپريل ١٩٧٠ع

# انتساب

اسانجي عظيم شاعر ۽ اهل دل بزرگ سائين سيد
يد ثابت علي شاهه جي نالي جنهن جي ذات گرامي
ندي مرثيه نگاريءَ جي فن جي محسن اعظم آهي.

# عرض مؤلف

سنڌي مرثيه نگاريءَ تي هيءُ هڪ سرسري مضمون آهي. ان هوندي به مون اها ڪوشش ڪئي آهي ته جيئن اختصار جي باوجود مختلف پهلو روشن ٿي سگهن. هيءُ موضوع ايتري قدر وسيع آهي جو ان تي هڪ جامع ۽ ضخيم ڪتاب لکي سگهجي ٿو. انشاءالله تعاليٰ هن سلسلي ۾ مفصل طور بعد ۾ ڪڏهين تحرير ڪندس. مونکي پنهنجين ڪوتاهين جو احساس آهي. اميد آهي ته اهل علم منهنجين خامين کي نظر انداز فرمائيندا.

نعيم نقوي

يڪم جنوري سنه ١٩٧٠ع

# پيش لفظ

هيءُ سنڌي مرثيه نگاري تي ننڍڙو پيش ڪيل ڪتاب منهنجي نظر مان گذريو، جو اردو ٻوليءَ جي هڪ مشهور شاعر ۽ اديب جناب نعيم نقوي صاحب جي ڪاوش جو نتيجو آهي. هن ڪتاب کي پڙهندي ڪنهنکي به ائين ڪين لڳندو ته انجي ليکڪ جي مادري زبان سنڌي نه آهي.

هن ڪتاب ۾ آندل عبارت ڏاڍيءَ با محاوره، سوليءَ ۽ سلوڻيءَ ٻوليءَ ۾ پيش ڪيل آهي. هن ۾ سنڌي مرثيه نگاريءَ جو انتخاب به نهايت حسن ۽ خوبي سان آندو ويو آهي.

اميد ته ادب دوست ۽ شعر و شاعريءَ سان شغف رکندڙ صاحب هن ڪتاب کي پڙهندي نه فقط مرثئي جي عظمت بلڪ سنڌي ٻوليءَ جي شيرينيءَ ۽ سپاجهائي سان پڻ لطف اندوز ٿيندا.

غلام رضا نواز علي پٺو

حيدرآباد سنڌ

١٢-٣-١٩٦٠ع



گرامي قدر جناب

## غلام رضا نواز علي پنهو

ڊائريڪٽر آف ايڊيوڪيشن حيدرآباد ريجن



نعیم نقوی

# سنڌي مرثيه نگاري

جيئن عربي، فارسي ۽ اردو ۾ مرثيو ابتدائي زماني ۾ ملي ٿو تيئن سنڌيءَ ۾ به امام حسين عليه السلام جي غمگين واقعه جو احوال ابتدائي دؤر ۾ نظم ٿيو آهي. مرثيه جي موجوده طرز مسدس جي شڪل ۾ آهي. اردو ۾ رفيع سودا کان پهريائين هزارين مرثيه لکيا ويا آهن مگر مسدس جو نمونو مرثئي ۾ سودا شروع ڪيو. ساڳيءَ طرح اسين ڏسون ٿا ته سنڌي مرثيه ۾ مسدس جو طريقو پوءِ شروع ٿيو.

فرزند رسول- ثقلين حضرت امام حسين عليه السلام جي مصائب کي سيد ثابت علي شاه کان به اڳ ۾ ڪيترن شاعرن نظم ڪيو آهي. جيئن ته شاعرن جي سرتاج حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي سنه ١١٣٣ھ ۾ سرڪيڏاري ۾ امام حسين ۽ سندس وفادار ساٿين کي نذرانه عقيدت پيش ڪيو آهي.

سيد ثابت علي شاه جا مرثيه مسدس جي شڪل ۾ به آهن ۽ چئن مصرعن وارن بندن جي صورت ۾ به ملن ٿا. سيد ثابتعلي شاه سنڌ جو پهريون مرثيه نگار

هنن سان گڏ عظيم فنڪار به هو. سون سنڌن قلمي نسخو ڏٺو آهي جنهن ۾ عربي فارسي اردو ۽ سرائڪي جا به شعر مليا. ڪلام تمام ضخيم آهي. قلمي نسخي مان انتخاب پيش ڪيو ويندو.

جيئن اردو مرثيه نگاري، فن طور مير خليق ۽ ضمير جي زير احسان آهي اهڙيءَ طرح سنڌي مرثيه نگاريءَ جي فن جو محسن اعظم سيد ثابت علي شاهه بجا طور سنڌ جي نو. انهيءَ موضوع تي سندن شعر آهي.

مرثيه سنڌي اگي هو ڪونه اصلي سنڌ ۾
جي ڪو هو تا ڪ نه هو مشهور هن ۾ هر ڪجا

سيد ثابت علي شاهه جو ٻهرون مرثيو هن ريت آهي ۽ انهيءَ مرثيه ۾ ٣٨ بند آهن.

اي خدا جا لاڏلا سردار سرور يا حسن
مصطفيٰ جا ماهه لقو نار دلبر يا حسين

فني اعتبار سان مرثيه جي ابتدا تمام احتياط سان ڪئي آهي جنهن سان واقعات ڪربلا مربوط ڪيا ويندا آهن - جهڙي طرح قصيدي ۾ تشبيب هوندي آهي - انهيءَ طرح مرثيه ۾ به عام طور ابتدائيه لکندا آهن هز هائينس مير حسن علي خان ”حسن“ جي مرثيه جا بند پيش ڪجن ٿا. هي مرثيه حضرت مسلم جي ٻچن جي شهادت

جي بيان ۾ آهي

جهڙي ڪي ته جهڙ موت آهي دنيا ۾ اسيري،
آزادگي سان ناهي برابر ڪا اميري،
گو فقر ۾ اسائش، مڃي بهتر ها فقيري،
آزادي جو مٽ آهي نه شاهي نه وزيري.
پر قيد ۽ غربت ۾ هوڻ ان کئون پيي بدتر
داغِ الم هيءَ جو مرڻ ان کئون بي بدتر
هڪ هڪ ۾ مصيبت آهي بس سخت ۽ جانڪاه
پر جنهن جي هون مر تي اهي هي سڀني ناگاه،
سو ڄاڻي ۽ من درد کئون هو ناهي ڪو آگاه
هي ڏک جي هون ڪوه تي سو بي تني ڳهري ڳاه،
مسلم جي ٻچن جي ته ڏسو ڪهڙي هئي حالت،
داغِ الم سي هدري قيد ۽ غربت.

هن مرثيه جي پهرين بند جي ٽئين مصرعن ۾ حضرت مسلم جي ٻچن جي شهادت بابت ڪو احوال نه آهي پر اهڙو ماحول پيش ڪيو ويو آهي جنهن مان موضوع جو پس منظر تمام چٽي نموني ظاهر ٿئي ٿو ۽ ٻئي بند جي آخري سٽ ٽائين مرثيه جي عنوان جو پتو پوي ٿو. مير حسن علي خان جي ڏي ٻئي مرثيه جي ابتدا جو هڪ نمونو پيش ڪجي ٿو.

چنڊ نو ڏسجي جڏهن لڳون سڀڪنهن مهيني جو ادا
سڀڪو هڪ ٻئي کي مبارڪ ڏئي ملي چئي مرحبا
۽ محرم جو ڏسي چنڊ سڀڪو غمگين ٿئي سدا
تنهنجو باعث ڪهڙو آهي انجو مطلب آهي ڇا
تاڏهين جي شام تئين ارض و سما ۾ شورو شين
ڪو چوي هئي هئي حسينا ڪو چوي هئي هئي حسين
جڏهن تو ڏٺي هي خنجر بيداد ظالم درسما
تڏهن ٿيو نو شور محشر خلق ۾ صبح و مسا
جيڪو ڏسجي نو حزين ۽ آهي غم ۾ مبتلا
سڀڪنهن کي گريه و زاري ۽ گهر گهر ۾ عزا
ڇا سبب ڪهڙو الم ڪنهنجو هي ماتم نو ڪجي
جو ڏسان نو سڀڪو ٿي هن ذڪر ۾ نالان نو رهي
غيب کان هاتف چيو سن تا ڪريان ان جو بيان
هي جي ڪن ٿا خلق ۾ جن و بشر آه و فغان
انجو باعث قتل ٿيو هن ڏينهن شاهه انس و جان
تنهنجي غم رئندا ٿيندا جيسين ٿئين هوندو جهان
هي سبب انجو ٻڌو اڳتي ٿون سن هي مدعا
جيڪو روئندو تنهن جي غم خوش رهندو منجهه دارالبقا
تو چوي راوي جڏهن پيدا ٿيو شاهه ڪربلا
تهنيت لئي ٿي ملڪ آيا زمين ڏي از سما

ليو گذر انجي جتي فطرس هو غم ۾ مبتلا
ڇيائين ڪيڏي نا رچو اي خاص گان ڪبريا
ڇنون مبارڪ لئي وڃون نا منجھ حضور مصطفيٰ
جنهن کي اڄ گوهر گرامي حق تعاليٰ ڪيو عطا

ان مان فطرس ايو پئي در مجلس شاهه حجاز
عرض ڪيئين حضرت جي خدمت ۾ اي جڳ جاڪارساز
ڪالي رب بخشيندو هئين مولود کي عمر دراز
ڪر سفارش منهنجي منجهه درگاهه رب بي نياز

من ڪرم مون تي ڪري صدقي شهيد ڪربلا
تا مگر شبير جي صدقي ۾ حاصل ٿئي شفا

انهيءَ کان پوءِ حضرت علي جي شهادت تي
مرزا پڙل بيگ جي لکيل مرثيه جا ابتدائي بند پيش
خدمت آهن.

مومنان مذڪور هئن آهي ڏسي شاهه ذوالفقار
ماهه رمضان ۾ ٿيو مقتول شير ڪردگار
شاهه جي قاتل جو نانءُ هو ابن ملجم بدشعار
تي جڏهن تاريخ اوڻهين چڙهي هئن شهسوار

عمر منهنجي پوري ٿي دل زندگي کان آهي سير
منتظر آهيان فقط حڪم خدا جي آهي دير

هڻن پٽي روئڻ لڳا آل. پيغمبر زار زار
عرض ڪيو دختر علي کي اي اما عالي وقار
اهڙيون ڳالهيون ڪيم ڪر اي بادشاه. ذوالفقار
جند ذڪر اهڙا اسا قائم رکئي پروردگار
آمرو پيو نامي ڪو آل. عبا جي واسطي
اهڙيون ڳالهيون ڪين ڪر بابا خدا جي واسطي

هيئن ٻڌي دختر کي الدم پوه چو شاه. لافتا
غور ڪر منهنجي امان دنيا ڇڏي سڀ ڪيڏي ويا
ڪيڏي ويو ذاتو منده جو هو شه. هر دوسرا
ڪيڏي وئي مادر سنده خاتون جنت پارسا
جيڪو هن دنيا ۾ آيو سو اسان راهي ٿيو
هي جهان سارو مسافر آهي عقبي جائي او

روايتي، بيانيه، اخلاقي يا فلسفيانه انداز تحرير کان سواءِ مرثيه جي ابتدا ڪڏهن فضائل سان به ٿيندي آهي. فضائل جي بيان سان مصائب کي ربط ڏئي مرثيه کي تمام ڪامياب بنائي سگهجي ٿو. مثال طور مير حسن علي خان جي لکيل مرثيه جا ابتدائي بند ملاحظ فرمائيندا. جنهن بعد ۾ فضائل آهن پڄي کان ربط مصائب آهي.

عالم ملڪوت جو تون آهين ناظم يا علي
حضرت جبرئيل تنهنجي درجو خادم يا علي

آهي ميڪائيل در تنهنجي ملازم يا علي
دائما اندر جناب. تو سجده لازم يا علي
تنهنجي دربانيءَ شرف جو ناهي ڪو پيدا ڪنار
قدرنون لوڪي سيني آهن پر ناهين ڪردگار
هاءِ جڏهن وقت. شهادت شاه دين جو ٿيو قرين
ڪئي خبر هر هڪ ماڻ پنهنجي موت جي ٿي شاه دين
صوم جو افطار جڏهن ڪيو تي شهنشاه. مبين
ٿي هٿي ڳوڙهن ساڻ تر اندم قبا جي آستين
قبلئه دليا و دين شاهنشه. گردون متاع
شام جي تاريخ ارڙهين جو ٿيو روزن ڪان وداع
هاڻ حضرت علي اصغر جي شهادت جي بيان واري
مرثيه جا بند پيش ڪجن ٿا جنهن مان بيانيه ابتدائيه
جو پتو پوي ٿو. سيد ثابت عليشاه جو طرز نگارش لائق
صد تحسين آهي.

ڪير پنهنجي وارو پٽ جنهنجو مري ڪيرري
انجي امان انجي غم منهن ٿي روئي مري
نير ڳلي مؤن ڳذر جنهنجي بچي ڪي ڪري
لال ڪؤن لوهو وهي ڇولو پ ڇوءَ پري
انجي امان جو جگر ڏسجي نه ڪيئن ٿو جلي
ڪهڙي ٿي ڪاني وهي ڪهڙو ٿو پالو لڳي

هي جو ڇيهه ماه جو سو علي اصغر جو حال
تير سان کاڌو گلو ڪٽيو ڏيو لوهو ۾ لال
پاڻي جي هنج مون لهي آيو امان جو نهال
جنهن جي جيجل ڇوي قدرت ـ قادر ڪمال
ساقيءَ ڪوثر جو پٽ پاڻي گهري پٽ جي ڪاڻ
پاڻي نه ڏين هو پليد رڻ ۾ ڪهن چپ رماڻ
ڪير نه آيل ڪي آه پاڻي نه بابا جي مٽ
پاڻي گهرڻ تان ڪهن تير ٿي اعدا جي هٽ
هٽ ڪٺي جيجل ڇوي هي منهنجي مولا جي مٽ
ٿيو وشڪرلعل جام هٿي منهنجي لالا جي هٽ
آچ نه مري منهنجو لال شال اي منهنجا خدا
آءُ نه هوان هنڪون جدا هي ٿهوئي ٻي ڪٿون جدا

مرثيه نگاريءَ ۾ بلاغت کي ڪلام ۾ گهڻي اهميت حاصل آهي خاص ڪري واقعه نگاري بلاغت ڪان سواءِ بلڪل مصنوعي ۽ بي تاثير ٿئي ٿي. عام طور ائين سمجهو وڃي ٿو ته فصاحت ۽ بلاغت امڙيون خوبيون آهن جي ٿي هڪ هنڌ ني نٿيون سگهن- هي خيال ادب ڪان پري آهي ۽ اساتذه جي وڃهو غلط آهي. بلاغت ۾ واقعه ۽ حقيقت جي خيال کي موزون طريقي سان آڻڻ ضروري آهي ۽ فصاحت ۾ لفظن جي سادگي ۽ رواني

خوبي آهي. مختصر نـــ خيال ۽ واقعه کي حقيقي ۽ ھر اثر طريقي ۾ پيش ڪرڻ بلاغت آهي. الهيءِ خيال کي فصيح الفاظ ۾ جا سو پهرائڻ فصاحت آهي تنهن ڪري ساڪيوئي ڪلام بيڪ وقت فصيح ۽ بليغ ٿي سگهي ٿو جنهنجا مثال ملن ٿا.

حضرت مسلم کي فـرزنـد رسول الثقلين حضرت امام حسين عليه السلام سڀ کان اڳ ڪوفي موڪليو هو ڇن اتي پهچي امام عاليمقام جي طرفان بيعت وٺڻ شروع ڪئي، اهي ساڻهو گهڻو ڪري يزيد جي اثر ۾ هئا ۽ تمام ٿورا اهلبيت سان حب رکندا هئا جن تي گهڻيون بندشون ۽ سختيون هيون جهڙن هاڻي ابن مروه ۽ اهلبيت عليهم السلام جي ٻين حبدارن کي شهيد ڪيو ويو. هڪڙي مرثيه جا بند پيش ڪجن ٿا جنهن ۾ واقعه نگاري سان گڏ بلاغت به موجود آهي.

سومنا مسلم هو پٽ ڇاچي جو شهه جي جانقدا
پٽ سندس عباس غازي جا سگهيا هـــوا پاٺيجا
جڏ شهه-دين موڪليو مسلم کي سمت. ڪربلا
ان ٻنهي کي ساٿسان لئين ٻن کي ڪيئين گهر ۾ رها
جي ٻئين همراه سي مسلم سان گڏ مقتول ٿيا
جي هوا گهر ۾ ٻني سي ماريا منجهه دشت وغا

انهي گان پوءِ حضرت مسلم جي عراق ۾ آمد جو حال نظم ڪيو ويو آهي ۽ هي به لکيو ويو آهي ته آخرڪار حضرت مسلم جي پٺيان ڪثير لشڪر ڪاهجي پيو ۽ حضرت مسلم تن تنها ميني سان جنگ ڪئي .

مسلم - مظلوم تڏهن هاني جي گهر هو گوشه گير
چؤ طرف ان گهر کي گهيري آيا ڪوفي جا شرير
ويا ڦري مسلم ڪؤن بيعت ڪئي هئي جن جمع - ڪثير
تيو ڪئي هشيار مسلم مستعد پيڪار و گير
هي تن - تنها هــو ۽ فوج مخالف جـــا هزار
۾ وڙهيو اهڙو وڙهي جئن شير تو وقت - شڪار

ڪثير لشڪر حضرت مسلم جو مقابلو نه ڪري سگهيو تڏهن ظالمن صلاح ڪئي ته بني هاشم جي هن هڪڙي بهادر کي دغا سان ڦاسائي قتل ڪجي. هڪڙو ڪڏو ڪوتائي حضرت مسلم کي جنگ ڪندي ان ۾ ڪيرائڻ جي صلاح ڪمائون جا پوري ٿي ۽ حضرت مسلم ظالمن سان وڙهندي وڙهندي انهيءَ جاءِ تي اچي ڪريو - خدا ۽ رسول جي دشمن بني هاشم جي دلير کي دغا سان گرفتار ڪيو. هاڻي مرثيه جا پيا بند ملاحظه فرمائيندا .

زخم ڪثرت سان هوا مسلم پاڻ ٿيو زخمي سڄو
انسوا آج پڻ هئي شدت ساڻ جنهن بيتاب ڪيو
جڏهن گهرڻين پاڻي پوءِ ڪنهن آب۔ زلال، اٿي ڏنو
پر رکيئين جڏهن وات تي رت سان، سڄو مخلوط ٿيو

هئي لڳان آنداڻون اندر پڻ اهو ٿيو رخ نما
ٿي لڳان ڏند پڻ ڪري رت ساڻ ڪُذ پاڻي پر پيا۔
تڏهن چيو مسلم نه هو قسمت ۾ منهنجي هئين لکيو
آهِ هتان دنيا مـــان عقبيٰ ڏي وڃان تشنه هليو
چاڙهي پوءِ مسلم کي امتر نـي وٺي ادـا ڪيو
زياد جي پٽ وٽ جـڏهـن دارالامارت ۾ رهيو

روبرو پنهنجي صـڏائـي مسلم۔ مظلوم کي
جنهن سي لائق خوش هو سي چيائين ناسزا مغموم کي

چيائون تو ڪئون جرم جو سر زد ٿيو آهي واقعي
سخت هٺ منهنجي اکيان انجي سـزا توکي ڏبي
تـو ڪئين بيعت ورتي از پهر۔ حسين ابن۔ علي
شام حاڪم جي امارت جي خبر توکي نـه هئي
ديده و دانسته تو آڻي پـاڻ آفت ۾ وڌو
اهڙي جرات ڪئون پلا ڪو ٿيندو آهي فائدو

( مير حسن علي خان)

امام عاليمقام جي مرثيه ۾ سيد ثابت عليشاه سواري
جو هن طرح واقعو لکيو آهي.

چڙهي آيو ڪربلا ۾ حسين. علي امام
جان علي سرور علي سيد الانام
آل عبا جي فوج بهادر سان ازدهام
سڀ خاص و عام آيا ڪرڻ شاه جو سلام
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
وارو اچو جو آهي سواري امام جي

پهرين حسين شاه جي پائن سلام ڪيو
هڪ هڪ اچي سلام بصد احترام ڪيو
عباس هٿ علم وٺي هنپر سلام ڪيو
اي شاه مون سلام سنده صبح و شام ڪيو
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
وارو اچو جو آهي سواري امام جي

اڄ ٿيو سوار احمد. مختار جو جگر
اڄ ٿيو سوار حيدر. ڪرار جو پسر
اڄ ٿيو سوار تخت ولايت جو تاج سر
اڄ ٿيو سوار صدر امامت جو تاجور
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
وارو اچو جو آهي سواري امام جي

هڪڙي بند ۾ خطابيه انداز آهي.

يا مصطفا سوار ڏسي آهو سندء حسين
يا مرتضي تون هل ڪ سڏاردو سندء حسين
ڪفار ڪربلا ۾ ڪهاڙو سندء حسين
تو ڪئون وڇوڙي رڻ ۾ رهايو سندء حسين
آيو چڙهي امام ڏني ساعت سلام جي
مارو اڇو جو آهي سواري امام جي

هائي الهوء مرثيه جا چند بند پيش ڪجن ٿا
جنهن ۾ واقعه نگاري سان گڏو گڏ مڪالمو به آهي
ڪلام جي بلاغت به ملاحظ فرمايو -

اي شاه هي سلامي سندء ڏسو ڪري سلام
تنهنجي سپهه جو آهي علمدار يا امام
اج تو ڏٺون جان نثار ڪندس نهدليون تمام
هي آرزو هئي دل ۾ سندم دائم و مدام
آيو چڙهي امام ڏني ساعت سلام ج
مارو اڇو جو آهي سواري امام ج

عباس جو سلام وڌي شاه چيو ادا
ڏسون سهنجو شهر آهين علمدار جان فدا
تو حق برادري جا سڀئي ڪيا بجا ادا
هاڻ ڏس ادا اجل تو امان کي ڪري جدا

آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي

عباس چئي سلام ڪيو پنهنجي صف طرف
آيو حسن جو هوت ڪري نذر سر ڪف
قاسم ڪري سلام چيو اي صاحب شرف
منهنجو شرف جو توهان ڪريان پنهنجو سر تلف

آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي

قاسم جو شاه منهن چمي چيو سباه قاسما
اي منهنجا نؤجوان جگر واه قاسما
منهنجي جگر ۾ آهي سنده جاءِ قاسما
تون ڪيم وڃ منهنجا جگر گهائي قاسما

آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي

قاسم سلام تنهنجو ابا ڪيو خدا قبول
توتي خدا جو راض ۽ راضي دل رسول
تون ڪيم وڃ مرڻ ۽ مڪر موٽڪي دل ملول
سر منهنجو ٿئي وصال اٿم نوبت وصول

آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي

قاسم ٺي چيو اي چاچا مرڻ منهنجي دلمراد
آءٌ هن مرڻ ني آهيان اي سرور مدام شاد
جي تو ٻنان جيان ته منهنجي زنــدگي مباد
آهي ابي جـــي مونکي وصيت مدام يـاد
آيو چڙهي امام ٺي ساعت سلام جي
بارو اڇو جو آهي سواري امام جي
آءٌ تو تؤن جانثار ٿي ويندس حسن طرف
راضي ڪريان رسول ۾ خوش ٿئي شهہ نجف
جي اڄ نه سر ڏيان نه صبح سر جو ڇا شرف
ڪنهنکي اجل ڇڏ يندو ڪندو ڪنهنجو سرتلف
آيو چڙهي امام ٺي ساعت سلام جي
بارو اڇو جو آهي سواري امام جي
قاسم کئون بعد اچي علي اڪبر سلام ڪيو
ڪ اي شاه مون سلام منده صبح شام ڪيو
تو دشت ـ ڪربلا ۾ اچي يار عام ڪيو
مون ٻن منده سلامي ٺي ان هند مقام ڪيو
آيو چڙهي امام ٺي ساعت سلام جي
بارو اڇو جو آهي سواري امام جي
اي شاه تنهنجو اڪبر مظلوم ڇئي سلام
تو ڪئي سواري اي شهہ ڪونين ذالڪرام

تنهنجي سلامي آيا ڪري اڙدهام عـام
مولڪي ٻه ان سلام جو ڏي عـزو احترام
آهو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
ٻـارو اچو جو آهي سواري امام جي
سرور ٿي چيو اي منهنجا اڪبر - نوجوان
اي منهنجا نوجوان مٺڙا صدقو منهنجي جان
جاني تـون جانثار ٿئين ڇا ڪريان بيان
سرتنهنجو ڏڙڪان ڏار ابا ڪيئن ڏسي سگهان
آهو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
ٻارو اچو جو آهي سواري امام جي

انساني جذبات ۽ احساسات کي زندگيءَ ۾ وڏي ۾ وڏو دخل آهي. ڪنهن به واقع تي جڏهين خوشي يا غم جو اظهار ٿيندو آهي تڏهين عزيز! اقربا، دوست ۽ احباب پاڻ ۾ هڪ ٻئي لاءِ خوشي ۽ غم جا جذبات رکن ٿا. والدين کي پنهنجي اولاد سان شفقت ۽ محبت فطري طور هوندي آهي- پاءُ سان پيءُ جي محبت ۽ ماءُ کي پنهنجي پٽ سان پيار هڪڙي حقيقت آهي مرثيه نگاريءَ ۾ اهانکي آهي سيئي جذبات ۽ احساسات مان ٿيا. شهزادو علي اڪبر همشڪل پيغمبر حضرت امام حسين عليه السلام جو نور نظر جڏهن ڪربلا جي

ميدان ۾ دشمنن جي ڪثير سپاه ۾ ڏڪ وتنها داد شجاعت ڏيئي ويو اهو وقت امام عالي مقام ۽ بيبي زينب جو ڪهڙو حال هو ۽ جڏهين سندن شهادت جي خبر ٻڌائون تڏهين امام سڳوري جي دل جي ڪهڙي حالت هئي انکي سيد ثابت علي شاه هن ريت لکيو آهي :-

اي منهنجا خدا هي منهنجو جاني علي اڪبر
همشڪل - نبي حيدر - ثاني علي اڪبر
سو جاني هليو ڪڪم ٿي ڪاني علي اڪبر
سو جاني ويو مرگ جواني علي اڪبر
هي منهنجو علي اڪبر - مظلوم به ماريو
هي منهنجي نبيءَ شڪل علي ٻار سڌاريو
تنهن بعد مديني ڪري منهن چيو شهه - مظلوم
اي نانا نبي ڏس هي ستم ڪيا جي عمر شوم
۽ شام ۽ ڪوفه جا ڪٽڪ ميڙي ڏڪيل ڏوم
ويا تنهنجي مديني جا مسافر مري مظلوم
اي مرسل مدني منهنجي اڪبر کي ڪٿائون
اڪبر کي ڪهي بانو ٿي ٻي پر کي منائون
اي نانا هي اڪبر هو سندم يوسف - ثاني
هي ماه لقا منهنجو هو تون منهنجي نشاني
هن تنهن جي نشانيءَ ٻه ڇڏيو عالم - فاني

سو جاني جگر ساڙي هليو ٻاٻي جو جاني
يا شاه. رسل ڏس اڄي شبير جو احوال
شبير ڪٿون پوه تو ڪي پرتو هي سندو آل
ساڳئي ئي مرثئي مان ڪجهه بند پيش خدمت آهن
جنهن ۾ جذبات ۽ احساسات سان گڏ ساڳيو سوز
گداز به آهي :-

اڪبر ڪي ڏسي اهلحرم ۾ ٿـي قيامت
سرخاڪ وجهي منهن پٽي ڪيئون حشر علامت
هئي هئي علي اڪبر گل. گلزار. امامت
اي پٽ ني ڪري سر و سهي جهڙي قيامت
ڪيو باغ نبوت جو امت آهي خزالي
ريحان. رسالت ني نه ڪيو آب رواني
قاسم جي امان چئي منهنجا قاسم جهڙا اڪبر
اڪبر دي امان چئي منهنجا آذر اجها اڪبر
سرقوڙي پٽي منهن پٽي چئي هئي ابا اڪبر
آزار سين عابـد چئي هئي هئي ادا اڪبر
اڪبرجي ابي ٻن ئي چيو منهنجا جگر آه
بابي جو جگر ساڙي هلئين پيارا پسر آه
هاڻ مرزا گل حسن ”احسن“ ڪربلائي جي لکيل
مرثيه مان بند پيش خدمت آهن. هي مرثيو حضرت

اميرالمومنين جناب علي عليه السلام جي شهادت تي آهي . سوز وگداز، سکالمو فصاحت ملاحظہ فرمائيندا.

جڏ اڪيهين جي رات ٿي رمضان جي عيان
ڪيو زخم سر ضعيف شهنشاه انس و جان
ڪڏ هوش ۾ ٿيو ڪڏهن بيهوش نا توان
کولي اکيون پوء هيئن چيو سردار دوجهان

ڪنيو سڄو ٿيو تنهنجي حوالي ابا حسن
سيني سندو خيال رکج دائما حسن

شبير کي ڏسي ۽ چيو شاه اوليا
عباس جو مون بعد کو پيو ناهي تو سوا
هت هن: جو هٿ ۾ تنهنجي ڏنم ڄ کان آءِ ابا
تو تان فدا ٿئي هت ڪندو منجهه دشت ـ ڪربلا

جڏ بيحال ٿيندي سڪينہ پياس کان
سر پنهنجو هي فدا ڪندو تنهنجي يتيم تان

هيئن چئي پوء خموش ٿيو شير کردگار
زينب ڏڏهن چوڻ لڳي با چشم اشکبار
ڪنهنجي حوالي بابا ڪريو ٿا هي دلفگار
ٻڌندي سان هي ڪلام شهہ دين ـ ٿيو بيقرار

روئي چيائين ڪين ڪي روءِ اي سندم اسان
پارت سنده حسين کي مون ڪئي اي خستہ جان

ڇهَڙو اڃان آءِ آهيان تون ڪر هوش کي بجا
ڪوفي جو شهر آهي نه اِهو دشت- ڪربلا
فوج- سندو ۾ ناهي اڪيلو شهه هُدا
ڇو پا برهنه آهين نه سر تي اٿئي ردا

هي غش ني غش ٿيو ڪهڙي سبب آهين بيقرار
ڇا حلق تي حسين جي اڄ پئي ڦري ترار ؟

حقيقت نه هي آهي ته اهلبيت جي تمام تر زندگي غم ۽ پاڪيزه سوزو گداز سان ڀريل آهي جيترا به مثال ڏيون ٿورا آهن- نموني طور حضرت مسلم جي پٽن جو قيد خاني ۾ شهادت وارو واقعو تحرير ڪجي ٿو- جڏهن مشڪور زندان بان کي خبر پئي ته هي ٻئي معصوم حضرت مسلم جا فرزند آهن ته انهن ٻنهي کي ڇڏي ڏنائين. اهي ٻئي معصوم پرائي ديس ۾ دشمن جي خوف کان ڊڄندا ۽ لڪندا لڪندا هڪڙي چشمه تي پهتا ۽ هڪڙي وڻ تي چڙهي پاڻ کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪيائون- ڪجهه دير گذري ته انهيءَ چشمه تي هڪڙي ڪنيز پاڻي ڀرڻ آئي ته هن واڙيءَ ۾ پاڇولو ڏٺو ۽ ڪانئن پڇا ڪيائين ته ڪير آهيو- جواب مليس ته اسين مسلم جا يتيم آهيون- هن ڪنيز ٻڌائو ته منهنجي مالڪياڻي بالڪل مومنه آهي

اوهين هلو ته. اوهان جي ڏاڍي خدمت ڪندي. ٻئي معصوم وٽ ته ان ڊڄندا ڊڄندا لٿا ۽ ان ڪنيز سان گڏجي هليا. مالڪياڻيءَ کي ڪنيز ٻڌايو ته هي ٻئي معصوم حضرت مسلم جا فرزند آهن. اهو ٻڌي هن مومنه هنن ٻنهي جا قدم چميا ۽ ڏاڍي خوش ٿي، ڪيترن ئي ڏينهن کان پوءِ کين کاڌو مليو اهي غربت جا ستايل يتيم جو عرصي کان پوءِ هند بستري تي ليٽيا ته هنن کي ننڊ اچي وئي. اڌيءَ رات ٻئي سجاڳ ٿيا. هن مومنه جو مڙس حارث ملعون انهيءَ کان ڪجهه وقت پهريائين آيو هو ۽ تمام پريشان هو. جڏهن مومنه پريشانيءَ جو سبب پڇيو تڏهن هن ٻڌايو ته اڄون مسلم جي ٻچن جي ڳولا ۾ هئس. جيڪو انهن کي هٿ ڪندو ان کي وڏو انعام ملندو. ويچاري مومنه ان کي سمجهائڻ لڳي ته معصومن جو ڪهڙو ڏوهه آهي ۽ انعام جي لالچ رکڻ ٺيڪ نه آهي ڇو ته اهي ٻئي معصوم اسانجي مٺي نبيءَ جو اولاد آهن.

اڃا اهي ڳالهيون هلي رهيون هيون ته، حارث ڪجهه سنهون آواز ٻڌو ۽ پنهنجي زال کان پڇا ڪيائين جنهن گهڻو ئي ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي پر حارث نه مڙيو ۽ واٽ وٺي ڏٺائين ته اوهي هڪ ٻئي کي ٻانهن

جو خواب ڏٺائي رهيا آهن ته سندن والد کين وڏيءَ سڪ سان پاڻ وٽ سڏي رهيو آهي، حارث معصومن کي بيدرديءَ سان مارڻ شروع ڪيو ڇڏهن مومن هن کي گهڻي منت ميڙ ڪئي ته هن تلوار ڪڍي انهيءَ مومن کي قتل ڪرڻ جو دڙڪو ڏنو. هوءَ ويچاري روئندي رهي، پوءِ حارث معصومن کي هڪ ننڍي سان ٻڌي ڇڏيو ڪين ڇاڏيائين ته توهان کي صبح جو قتل ڪيو ويندو. مختصر هيءَ ته حارث ٻنهي معصومن کي قتل ڪري سندن لاش چشمه ۾ وجهي ڇڏيا.

مير حسن علي خان ٽالپر جي لکيل مرثيه جا منتخب بند اختصار سان پيش خدمت آهن:-

هو مرد- مسلمان هو وڏو صاحب- ايمان
مصروف هو خدمت ۾ ٿيو تنهجي بدل و جان
او- ڏاڍن پيرن کي ٿي پا دهده ئي گريان
۽ چئين ٿي ته آڏون آهيان غلام- شهه- مردان
هر وقت ميسر ٿي ڪئين سامان- منعم
راحت جا اتي ڪيائين سڀ اسباب فراهم
مسلم جي ٻنهي کي ڪئين يثرب ڏي روانو
۽ سرنس اوڪيائين جو ڏيکاري زمانو
جڏ زياد جي پٽ جي رهيو ڪن تي هي فسانو

هٿ آڻو مٽي کي ٻوءِ ڏووبت جو ڀانو
پنج سو هئيان ڇهبڪ پوه پٽڻي انکي سزاجا
ان مومن ڪامل تي هجن لطف خدا جا
هت مضطرب الحال ڏٺا تي ٻئي معصوم
ڪا امن جي جاءِ ڪانه ڇڏهن انکي ني معلوم
لاچار پس- پشت وڻن جي لڪا مظلوم
ٻهو ڪوڻ وسيلو رهيو جـز قادر قيوم
چشمه هو اتي پاڻيءَ جو هڪ اصل ڪان ظاهر
پاڻي هئي اچي خلق پر پندي اتي اڪثر
هڪ زال انهين حال ۾ ان چشمه تي آئي
مسلم جي پٽن چانو نـه ڪا آهي پرائي
ان زال نظر پنهنجي جاءِ سمت گهمائي
انکي ڪا درختن ۾ لڪل شي نظر آئي
ڇٿي دل ۾ سي تمثال ملڪ يا ڪو بشر آه
ڪوڙا نـه درختن پر نهان قرص قمر آه

مرثيه ڪوئي صرف حزنيه شاعري نه آهي بلڪ ان جي دامن بيحد وسيع آهي. مناظر- قدرت جو بيان ٻه مرثيه ۾ اهميت رکي ٿو.

مختصر طور پهريائين ميرزا قليچ بيگ جي لکيل مرثيه مان انتخاب پيش ڪريان ٿو:-

صبح صادق جو ٿيو چرخ تي جڏهن وقت ظهور
زمزمو ڪرڻ لڳا. ياد الاهيءَ ۾ طيور
مثل خورشيد خيمي مان ٽڙهن نڪتو حضور
چوطرف دشت. بيابان ۾ اڪــڙي پيو نور

ساهون صحرا مان ڀري ڪان جو صبا لي آئي
ذڪر حق جي، جي وڻ ڪان ۾ صدا تي آئي

بلبلن جـي هئي ٻولي ۾ گلن جـي خشبو
بـاغ و بستان ۾ سنبل هئا کـوليا گيسو
وئي شمشاد تي قمرين ڪئي "ياهو" "ياهو"
هئي ڪيرن جي صدا سرو تي ڪو ڪو ڪو ڪو

وقت تسبيح جو هو سڀ هئا منجهه ذڪر خدا
پنهنجي معبود جي سڀني ٿي ڪئي حمد ثنا

هاڻ سيد منظور نقوي جي هڪ مرثيه مان انتخاب پيش ڪجي ٿو. موسم جو تذڪرو ۽ منظرڪشي ملاحظه فرمائيندا حزنيه ماحول ۾ اهڙيءَ طرح منظر ڪشي لکڻ قابل تحسين آهي :-

اڃان ته گرم زمين جي عجيب حالت هئي
اڃان تـه پنهان هوا ۾ گهڻي حرارت هئي
اڃان ته دشت بلا ۾ تپش جي شدت هئي
اڃان ته اهل حـرم تي روا مصيبت هئي

اڃان ٻه لاش هتا بيڪفن بيابان ۾
اڃان ته خون جا دريا وهيل هيا ميدان ۾
فلڪ تي انجم و مهتاب جي وڇي چادر
اڃان هئي گرم زمين ڪربلا جي چڻ اخگر
ني باد گرم ڪيان ڪومائجي ويا برگ شجر
تپش ڪيان چڻ ته بيا ڪربلا ۾ هو محشر
زمين مان شعلا ٿي نڪتا هوا جي حرڪت ڪيان
ٻري ٿي چڻ ته سڄي ايئوا حرارت ڪيان

تشبيهات ۽ استعارات مان ڪلام ۾ جاذبيت ۽ حسن پيدا ٿيندو آهي- هندي مرثيه نگاريءَ ۾ انهيءَ حسن جو گهڻو خيال رکيو ويو آهي- مير حسن علي خان ٽالپر جي مرثيه مان مثال ڏجي ٿو:-

نڌه ڇپائين اوهين ڪير آهيو هن هند ۾ ٿيا پنهان
هئي ويا ڏکي ٻاڙيءَ ۾ ڏکي جيئن سـ- تابان
رعشو هو بدن ۾ سڄا پيد جيئن لرزان
جيئون مسلم- مظلوم جا اهين اهيون دل وجان
پوءِ ڇپائون نه سچ ڇئو ڪير آهين تون مادر
دوست آهين يا آهين تون عدو- حيدر- صفدر

تشبيهون ۽ استعارن جي مثال ۾ ميرزا قليچ بيگ جي مرثيه جا ٻه بند پيش ڪجن ٿا:-

سو علمدار جو هو شير الاهي جو خلف
گوهر - بحر - وغا، نير - دين در - نجف
فخر حمزي جو اهو هو ۽ هو جعفر جو شرف
غازي اهڙو جو هليو آيو ٿي اُت سر برڪف
ڪنهنکي حاصل هو جو هو جاه و حشم انجي لاء
او علم لاء اصل هو ۽ علم انجي لاء
هڪ طرف جوان هو اڪبر جهڙو گوهر ناياب
هو اڃان ٻار مگر نزد هئس عهد شباب
منهن منڊس اهڙو جو شرمند و ٿيئي ٿو مهتاب
ڇا ڪيون اهڙيون جو نرگس کي به هو نقصان حجاب
ڇاڻو زلفن مان انهي رخ جي ضيا جو ديدار
شب - معراج ۾ محبوب - خدا جو ديدار

تشبيه ۽ استعاره وانگر رعايت لفظي مان به ڪلام جي خوبصورتي ۾ حسن ۾ اضافو ٿيندو آهي. لفظن کي اهڙي طور آڻڻ ته عبارت ۾ معنيٰ ۾ حسن وڌي رعايت لفظي سڏجي ٿو مثال طور مير حسن علي خان ٽالپر جو ڪلام پيش خدمت آهي:-

اي علي اڪبر ابا وڃو منهنجو شيدا ڪنهن طرف
ظلم جو ساحل ڪٿي ۽ آهي دريا ڪنهن طرف

ھاھ ھئي ھئي آھ غم خوار ابن زھرا ڪنھن طرف
اڄ سڙي مارو اڃين جو آھ سقا ڪنھن طرف
شاھد آھي ھٿ ڪٽي زخمي پيو آھي دلير
بوھ اچي ٿي خون جي ساحل تي مارو منھنجو شير
رنڊو دريا تي رھيو جنھن وقت شاھ بحرو بر
لاش بيدست علمدار آ.و حضرت کي نظر
پاڻ جي ڏک ۾ پاڻ کي آرام ڪو ايندو مگر
ھٿ ھڻي سر تي چيائين مون سان ٿيو ڪھڙو قھر
رت ۾ آھي غرق ٿيو سارو ھي منھنجو گلعذار
محو ٿي اڄ مون ڪٿون وئي تصوير شير- ڪردگار

سنڌي مرثين ۾ ڪٿي ڪٿي ھندي الفاظ تمام سھڻي نموني ملن ٿا ۽ ٻن زبانن جو اشتراڪ ھر صورت ۾ بھتر آھي. ھندي لفظن سان عبارت ۾ جا حسن آفرين ٿئي ٿي سا ملاحظہ ڪندا. سيد ثابت علي شاھ جو ڪلام پيش خدمت آھي:

ھئي ھئي رن ۾ بي بي بانو سر تي خاڪ وسائي ٿي
شاھ حسين جي لاش تي وٺي نيڻن نير وھائي ٿي
آھون دانھون عرش رسائي ھن ھر حال سنائي ٿي
زھرا ٻيبي جي انھن پياري سائينءَ ري ملائي ٿي

ھاڻ اھڙو انتخاب پيش ٿو ڪجي جنھن ۾ ملرمي

آميزش آهي. فارسي آميز ڪلام اردو وانگر سنڌي زبان ۾ به مقبول آهي. سيد ثابت علي شاه جي مرثيه جا چند بند ملاحظه فرمائيندا :-

اڄ ـــو جڏهن امام به ميدان ڪربلا
گلگون ڏٺائين ريگ بيابان ڪربلا
ڪوئي قريب ني چنيو سلطان. ڪربلا
ڪ اي بي وطن گروه - اسيران ڪربلا
واحسرتا به صبح - يتيمان. ڪربلا
واغربتا به شام - غريبان. ڪربلا

سڀ يار ۽ رفيق ۽ سڀ دوست خاص و عام
سڀ ڀائر ۽ عزيز ۽ فرزند نيڪ نام
ڀائٽيا ۽ ڀائيجا هم آل - نبي تمام
اصحاب پاڪ طينت احباب ذوالڪرام
آن خسروان - ملت وان مالڪان - دين
آن حجتان. حق به خلائق سر - زمين

هڪ هڪ نبيءَ جي باغ جو ريحان رحمتي
هڪ هڪ عليءَ جي باغ جو طوبائي جنتي
خيرالنساء جا نـــور حسن جا حمايتي
خاصان - حـق ۽ روز - قيامت شفاعتي

هرڪ ٻہ برج۔ فضل و هنہ بدر۔ ڪاملي
هرڪ ٻہ بزم۔ عزو شرف صدر فاضلي

هڪڙيءَ زبان مان ٻيءَ زبان ۾ ترجمو ڪرڻ ادب جي واڌاري لاءِ تمام ضروري آهي. جيئن اسين ڏسون ٿا ته عربيءَ جا ڪيترائي فارسي اردو ۽ سنڌيءَ ۾ ترجمہ مان ڏاڍا سنڌي مرثيہ نگاريءَ ۾ ڪيترائي مرثيہ اردو مرثين جا ترجمہ آهن. مير حسن علي خان ٽالپر جا ڪثير تعداد ۾ طبعزاد مرثيہ آهن ۽ سندن تتبع ۽ ترجمي طور لکيل مرثين کي ٻہ اهميت حاصل آهي. اديب اعظم شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ اعليٰ مقام مصنف ۽ مؤلف هئڻ سان گڏ بهترين ترجمہ نگار ٻہ آهي

مثال طور مير حسن علي خان ٽالپر جي مرثيہ مان چند بند پيش خدمت آهن اهل علم سندن ترجمي جو داد ڏيندا.

شاهہ مظلوم ني هر سوہ ڪڏن بلا رخ هو ڪيو
ماہ زهرا ني وڏو گــرهہ جو طوفان هو چڙهيو
هو نـــہ پاڻيجو ڪو ڍـــاءُ ڪو ڍـــانڻيو هو
صبح ڪٿون لشڪــر اشرار صف آرا ٿـــي ٿيو
زخم تيرن جا سهيو رخ ڪيئين تلوارن ۾
ماريو شبير ڪـــي هـــو شور ستمگارن ۾

زخمي بازو هوا ڪمر خم هئي نه هو تن ۾ تاب
ٽڪري پيا سيد. مظلوم جي پيرن مون رڪاب
اڄ جي گرميءَ کون هو سيني ۾ جگر سارو ڪباب
لعل لب خشڪ زبان خشڪ هئي ۽ چشم پر آب
شدت. ضعف کون ڪنهن هنڌ پر جي بيهي ٿي رهيو
تن نازڪ مون لڳي تير. ستم يار ٿي ٿيو
رت ۾ تر ڪپڙا عمامه جا هوا سر زخمي هو
سينو تيرن سان سڄو تا به ڪمر زخمي هو
ليسر بيداد سان دل زخمي جگر زخمي هو
منهن سڄو قرص قمر جهڙو هو مگر زخمي هو
زخم. شمشير سان مجروح ٿيا بازو ٻئي
ظلم جي تير سان مجروح ٿيا پهلو ٻئي
مير حسن علي خان جي ڏي ائي ترجمه ڪيل مرثيه
جا ڪجهه بند پيش ڪيا ٿا وڃن :
عطر گل حديقهء ايمان حسن هو
بازو هو جنهن ڪان روح سو ريحان حسين هو
زالو نبيءَ جي رحل جو قرآن حسين هو
ٻاٽي مليو نه جنهن کي سو مهمان هو
سيني کون تا قدم هو سڄو شڪل مصطفي
شبر هو سر کون ناف تئين جيئن مثل مرتضي

هر نـا بـپا حسن جو نـور، ڪبـريا
نـالـو رسول حق جـو ۽ هي شاهه لافتا
مادر جناب فـاطـمـه زهـراء پـارسا
شاهه نجف جـو در جـواهـر هي بي بها
نڪتو هي نـور نور رسالت مآب مان
جيئن عطر کي چڪائي ڪڍي ڪو گلاب مان

آئينه جـلالـت محبوب ذوالجـلال
تقرير شوڪت احـمـد حـق دم حـدال
خلق حسـن ۽ عصمت زهـراء خوشخصال
چا گل هو جنهن ڪؤن باغ دو عالم ٿيو نهال
ڪوثر هئي يا بهشت هئي فيض انجو عام ٿيو
طوبيٰ انهي نهال جي سايـه جـو نـام ٿيو

هن بعد مرثيه نگاريءَ جي اهم رڪن رزميه طـرز جا مثال پيش خدمت آهن، رزميه شاعري تمام مشڪل آهـي انهيءَ ۾ لفظن تـي غـور بيحد ضروري آهي. حضرت عباس جـي شهادت تـي مير حسـن علي جي لکيل مرثيه مان انتخاب پيش ڪجي ٿو

جي ڪمالدار ات معين هئا مٿن جا ڏهه هزار
يڪ دفعي ڏن تير غازي تـي وسايا بيشمار
سر کان پيرن تائين سارو ٿيو بدن غربال وار
سينهءِ اقدس سجو تيرن جي زخمن ڪيو لکار

شير ني ڇا ڦير ڪوُن هماو ڪيو رو باهه. شام
شير جيئن قاهيءَ پٺي عباس ٻيو اعدا جي دام
هر طرف ڪوُن ني ڇيو فوج. عدو. نا ڪار
اڄ اسين سوڙدارين جا جهڙو مي هيلدو نامدار
مشڪ جي پاڻي جي بدرؤن بت جي وهندي جوڻي بار
جي ڏي مڻ سارياڻين تا حاضر اهي ٿيو ني هزار
سر وڍيو عباس جو هو شام جي لشڪر ۾ شور
هن سان وابسته آهي شبير جي لشڪر جو زور
انهيءَ ڪان پوءِ ميرزا قليچ بيگ جي سرثيه مان
ملاحظه فرمائيندا. رزميه نگاري ۾ اردو جو استفادو
تمام سهڻي نموني ۾ مليو ٿو
لڪتي شمشير ڏوسر فوج نسي آفت آئي
ڀـري ڌرتي ۽ لڏيـو عرش قيامت آئي
شه جي خدمت ۾ مثان فتح ۽ نصرت آئي
ڪافرن کي ڏسي ما حسرت و حيرت آئي
ڪڏهن هت ۽ ڪڏهن هت لي وهي وڃ جان نمهن وير
ميهن جان رنهر سميون ني وٻون جت ڪٽ نيا ڍير
هڪ اشاري سان ٿيا دشمن کي ٻه کي چار
ڌ پيادو ڪو بچيو لي ڌ سلامت هـو سوار
وڃ ڪري ني ٻا ڪفارن ني ڪري ڏي تلوار
غضب الله عليهـم جـا عيان ٿيا آثـار

سوٽ ڪرڻن جي ڪهڙي سڄي برباد ڪئي
ٻـاه سڀني کي وڪوڙي تي ڌهڪ ۾ وئي
ڪڏهن ڀالن تي ڪري ۽ ڪڏهن تلوارن تي
آئــي پيادن تي ڪڏهن ڪڏهن سوارن تي
ڪڏهن ترڪش مٿي پئي ۽ ڪڏهن سوفارن تي
ڪڏهن لاهيندي سيون پئي ڪمانڊارن تي
چمڪي هن ميغ نان آيري تـه اندر ۾ وئي
ڪڏهن وئي بحر ۾ ڪڏهن بر ۾ ڪڏهن ڪوه ۾ وئي
ان ـ تنها شهه ـ دين ات تي هزارن سان وڙهيو
ري سپر نيزي گذارن جي قطارن سان وڙهيو
هيڏي پيادن سان وڙهيو هوڏي سوارن سان وڙهيو
صورت ـ شير ـ خدا ظلم شعارن سان وڙهيو
اسد الله جيئن ڪـل خلق تي هو غالب هو
چو نـه هوئي جان علي ابـن ابوطالب هـو

هاڻي آئون سنڌ جي فردوسي مير حسن علي خان حسن جي شاهڪار نظم "سـنڌ جو شاهنامو" جو تذڪرو ضروري سمجهان ٿو. هيءُ نظم فني طور سان مرثيه نـه آهي بلڪ ان ۾ تاريخي واقعات، اميرن جي ڪچهري ۽ سلطان ۽ رحمت جـي ذڪر سـان گڏ ڪئي رزميه داستان به ملي ٿو سنڌ جو شاهنامو

سنڌي ادب ۾ هڪ مقام رکي ٿو، جو هتي جنگ جي احوال بابت رزميه اشعار پيش ڪجن ٿا. الفاظ جي بندش ملاحظه فرمائيندا.

ڀري باهه وڌي در دماغ. پلان
جلي جنهن ۾ ويا پوست ۽ استخوان
رهيو جنهنجي سر تي ازل جو پيام
تنهن توڙائي سرتن کي ڪيو تي سلام
جدا ٿي گهڻا روح قالب کان ويا
ڇڏي مرغ روح آشيانــــه هليا
لنگهي جنگ انداز کان وڌي پري
ٿو مشغول هو جو دشت رڻ جو پري
انهيءَ وقت سلطان کاوڙ دلير
ڪيا جنهن گهڻا ماريا سرڪش به زير

آخر ۾ مير عبدالحسين سانگي جي هڪ مرثيه جو رزميه بند ملاحظه فرمايو

هڻن چڙهي ٿيو حمله ور شاهن تي شاهه ڪربلا
تيغ نازل ٿي ويا اعدا تي نازل ٿي بلا
درهم و برهم ٿيون يڪدم سڀ صفوف. اشقيا
صف صفن تي ۽ ڪيئي سوار گهوڙن تان ڪريا
ڪاسهء سر ڪان وڌي ڪري سرڪشن جي سرڪشي
وڌي سپهدارن کي وري يڪ قلم لشڪر ڪشي